مالڪيءَ جا سڀئي اختيار هٿ ڪيا.

ڪتاب: دونهاٽيل درشن.
ليکڪا: سلطانہ وقاصي.
موضوع: شاعري.
ڇاپو: پهريون جنوري ١٩٨٤ع.
سائيز: آگم - لاهوت.
ڳاڻيٽو: هڪ هزار.
ٽائيٽل ڊزائين ۽ بڪ اسڪيچ: فتاح
لي آئوٽ: نثار حسيني.
ڇپائيندڙ: جاويد نثار. پاران آگم پبلشنگ ايجنسي،
پوسٽ باڪس 238، حيدرآباد سنڌ.
ڇپيندڙ: لاهوت آرٽ پرنٽرز،
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي حيدرآباد.



ملهہ: ڏهہ رپيا



Doonhatial Darshan - Selected Poetry by Sultana Waqasi. Published by Aagam Publishing Agency, P.O. Box No. 238 Hyderabad Sind Pakistan.

# وري آگم ٿيا —

هونئن ته وقت جو هر ايڪو پل ڪان پهر ۽ سال ڪان صديءَ تائين پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اهم آهي پر سيني ڪان سال جي ايڪي ڪي ڪيترن ئي ڳالهين جي ڪري اهم ليکيو وڃي ٿو — جهڙي هوندي اڻس اڳياڙي اڳنا، اهڙي ئي پڇاڙي اهم — !

سال جي پڇاڙي ايندي ئي ماڻهوءَ جي من ۾ آڳنڊ ۾ ايندڙ سال لاءِ آس ۽ اميدن جا ڏيئا ٻرڻ لڳندا آهن — اڳڪٿيون ڪيون آهن، انسٽا ڏاهيا آهن ته جو ايندڙ سال اچي، وري واهو ٿي ويندو آهي. 'اچڻ - وڃڻ' جو اهڙو ڦيرو (Cycle) هر جيوت جو جيون آهي.... آگم ٿين ٿا.... پرجي اچن ٿا.... وسن ٿا.... وس ٿين ٿا ۽ وري آگم ٿين ٿا....

وري آگم ٿيا آهن، چوراسيءَ جو پهريون وسڪارو، نئين سال جي پهرين ورڪا.... سلطانه نه صرف سنڌي ساهتڪار عورتن جي سٽ جو اهم نالو پر نئين سنڌي شاعريءَ جو هڪ مکيه نالو آهي — آگم ڪي هن حساس، احساتي ڪوتا - سرجڻهار جي ڪوتائن جو هي ڳٽڪو 'دونهاڻيل درشن' پيش ڪرڻ تي خوشي ٿئي ٿي —

'بادل تي ٻهان، جي آگم اچڻ جا ڪرين' — (لطيف)

ساٿ سلامت

— آگم

## سياڻي لاءِ —

تون؟ جنهن ڪڏهن سون کي ڏٺو به نه آ!
جڏهن تون
هلندي هلندي
ٿڪجي پئين
۽
اڪيلائپ جو احساس
وجود ۾ پيدا ٿيندي
تڏهن ڪنهن
گهاٽي وڻ جي
هيٺيان ويهي
آن جي سڪل ٽاريءَ سان
ڪو سڪل پنو چوندي
آن تي سنهنجو نالو لکي
هوا جي رخ تي
آڏائي ڇڏيان —

— سلطانه وقاصي



**انور**

اسان جي گهرن ۾ جڏهن ڪا ڌيءَ ڄمندي آهي ته ماءُ-پيءُ ته پري رهيا، پر پاڙي وارن جو به منهن لهي ويندو آهي. ماءُ ۽ پيءُ پيار جي سرڄڻ ڪان وٺي پيرن تي پڙ وجهندا آهن، سڳائون باسيندا آهن، دعا گهرندا آهن، ڏارا ۽ ڦارون وجهرائيندا آهن ته من پٽ ڄمي. عورت ۽ مرد ۽ انهيءَ جا مائٽ ۽ ڇاڙو سڄاڻو، سنگتي ساٿي ۽ جيڏيون سرتيون ڪين آهائي دعا ڪنديون، دلداريون ڏينديون ۽ هنن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪوڙا ئي سهي اهڙائي دلاسا ڏينديون ته هنن کي پڪ پٽ ڄمندو. چوندا ڳور هاريءَ جي هلڻ مان ئي پڌرو آهي ته هن کي پٽ ڄمندو. جي واقعي پٽ ڄمندو ته هن جي ڇٺيءَ تي سهرا ڳاتا ويندا، قرض پڪو ڪٺي سڀني دعوت ڪئي ويندي، سنگتي ساٿي ۽ جيڏيون سرتيون سوڪڙيون پاڪڙيون کٽي اينديون ۽ هڪ ننڍڙو وهاڻءُ تي ويندو پر جي ڌيءُ ڄمندي ته هن جو ڪاٻو زائفان سهرو نه ڳائيندي، ماءُ سمجهندي ته ڌيءَ جو پيءُ جيئن ته خوش ناهي ڏيو انڪري چڻ ته هن سور ئي اجايا ڪاڏا. پيءُ سمجندو ته ڌيءَ جي ماءُ ڀاڳ واري هجي ها ته پٽ ڄڻي ڏئي ها. ٿي سگهي ٿو ته هن مان هميشه يا گهڻيون ڌيئرون ڄمنديون، انڪري ٻي شادي ڪجي ته بهتر ٿيندو.

مرد جو ٻيءَ شاديءَ ڏانهن اڻ لکو لاڙو ڏسي زال پنهنجي ڏيءَ کي دل تان لاهي ڇڏيندي ۽ هن کي پنهنجي زوال جي علامت سمجهي نه رڳو نظرانداز ڪرڻ لڳندي، پر دل کوسي ٽيڻ ڪري هن کي نياڻي، چنبڙي ۽ اجائي ڄائينءَ جهڙي مهڻا ڏيڻ لڳندي. البت ڏيءَ جي جمڻ تي اسان سنڌين ۾ ڪي ڪي ماڻهو ضرور خوش ٿيندا آهن ۽ اهي ماڻهو انڪري خوش ٿيندا آهن ڇاڪاڻ ته اهي سمجهندا آهن ته ڏيءَ ڄائي، يعني چار پنج هزار رپيا ڪرا ٿيا. ڇاڪاڻ ته اسان سنڌين ۾، باوجود ان جي ته اسان پاڻ کي موهن جي دڙي جا وارث ۽ ڇهه هزار ورهيه قديم ۽ عظيم تهذيب جا وارث سمجهندا آهيون، پر اڄ تائين ڌيئرون وڪرو ڪندا آهيون، سڱ ڏيندا وٺندا آهيون، بلڪل اهڙي طرح جيئن ڪا رڍ ٻڪري خريد ۽ وڪرو ڪئي وڃي. اهو ڇو آهي؟ اڏين ڇو ٿو ٿئي؟ ان جو جواب جمال ابڙي پنهنجي هڪ نيئن ڪهاڻيءَ سينڌ ۾ ڏنو آهي ۽ لکيو اٿس ته: ”جتي ڀيڻن ۽ ونين تي سر ڏنا ويندا آهن، اتي نياڻيون به نيلام ڪيون وينديون آهن“. جمال ابڙي جي هنن ادبي لفظن جو سياسي مقصد اهو آهي ته جتي جاگيرداري سرشتو قائم هوندو، وڏيون زميندارييون موجود هونديون ۽ وڏيرڪو نظام وڌندو ويجهندو، اتي عورت يعني انسان به ويڪائو مال هوندو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اها هڪ سائنسي ۽ تاريخي

حقيقت آهي. ٿي سگهي ٿو اسان جا ڪجهه دوست وچولي هيٺين يا مٿين طبقي سان تعلق رکڻ ڪري يا وڏن صنعتي شهرن ۾ رهڻ ڪري چون ته اسان وٽ عورت سان اهڙو توهين آميز رويو هاڻي تبديل ٿي ويو آهي ۽ اسان ڌيءَ جي ڄمڻ تي ارها نه ٿيندا آهيون، ته انهن کان صرف اهو سوال پڇڻ گهرجي ته ڇا توهان پٽ جي ڄمڻ تي جيڪا خوشي ملهائيندا آهيو ڇا ڌيءَ جي ڄمڻ تي به اهڙي ئي طريقي سان خوش ٿيندا آهيو. ته سچائيءَ وارو جواب ناڪار ۾ ايندو. اهو انڪري آهي جو اسان جي نفسيات جاگيرداري سماج جي اثر هيٺ جڙي آهي، انڪري اسان وٽ عورت ۽ مرد، نياڻي ۽ پٽ کي هڪجهڙو ۽ برابر تصور ڪرڻ محال آهي. اهو تڏهن ئي ممڪن آهي جڏهن سنڌ مان وڏيرڪو سرشتو ختم ٿي شهري ماحول پيدا ٿئي ۽ مڪمل طور نه ٿي سگهي پر گهٽ ۾ گهٽ نيم صنعتي سماجي جوڙجڪ ضرور پيدا ٿئي. جيستائين ائين نٿو ٿئي تيستائين عورت مرد کان ڪمتر آهي. ڌيءَ گهٽ آهي ۽ پٽ وڌيڪ آهي.

سو سلطانه وقاصي به جڏهن جائي هوندي ته هن جي سماجي حيثيت ثانوي هوندي. مان جڏهن تصور ڪندو آهيان، ته سلطانه وقاصيءَ بابت به ائين ئي سوچيو ويو هو ته مون کي هن جي شاعري جو درد محسوس ٿيندو آهي. ۽ مان سمجهان ٿو ته اڄ تائين هن جي اسان جي سنڌي سماج ۾ حيثيت ثانوي آهي.

شايد اهوئي سبب آهي جو سلطانه وقاصيءَ شاعري وسيلي پنهنجن آزاد ۽ خود مختيار احساسن کي ظاهر ڪيو آهي ۽ ثابت ڪيو آهي ته هوءَ اسان سنڌين جي موجوده سماجي تاڃي پيٽي ۽ ان جي نفسياتي ۽ ثقافتي قدرن سان بغاوت ڪري ٿي. هن پنهنجي خيالي دنيا ۾ عورت کي اهڙو حق ڏنو آهي ته هوءَ جيئن محسوس ڪري تيئن چوڻ جي همت ڌاري ۽ چئي ڏئي. ڀلي ته ڪنهن مرد کي اعتراض ٿئي. تهمتون هڻي، طعنا ڏئي، گلائون ڪري پر سچ وڏي واڪي چوڻ جي شيءِ هوندي آهي ۽ چوڻ گهرجي. شايد اهوئي سبب آهي جو سلطانه وقاصيءَ هڪ ڪوتا ۾ چيو آهي ته:

هن ويران شهر جي
اداس ماحول ۾
آيو آهين
ته هاڻ
وڃڻ جي ڳالهه
نه ڪر.

اهو احساس ۽ احساسن جي شاعري ڪنهن سنڌي عورت، شاعره يا ليکڪا کي ورثي ۾ ڪانه ملي آهي. اهو ورثو نئين، جديد ۽ ترقي پسند ليکڪائن کي پاڻ ئي ٺاهڻو آهي، پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ايندڙ نسلن لاءِ. ان جي بدلي ۾ هن کي گهڻو ڪجهه سهڻو پوندو، ڀوڳڻو پوندو، ڏک ڏسڻا پوندا، ڏونگر ڪاٽڻا پوندا، پر ظاهر آهي

ته ڪنهن به نئين روايت ناهي لاءِ اهي سڀ
ڳالهيون ۽ حالتون ضروري آهن.

سلطانه وقاصيءَ سنڌي شاعريءَ ۾ ڪيتريون نئين
نيون روايتون قائم ڪيون آهن ۽ نوان تجربا
ڪيا آهن. فڪري طور تي هن اهڙن ڪيترن
احساسن جو اظهار ڪيو آهي، جيڪي اڄ تائين
سنڌي عورت جي وس کان ٻاهر هئا ۽ فني طور
تي پڻ هن هٺرادو لفاظيءَ، عروضي تڪلف ۽
رسمي لفظيءَ جڙاءَ ۽ مصنوعيت کان پاسو ڪندي،
پنهنجن اڌمن، آسن، امنگن، نفرت ۽ پيار جي
احساسن کي اهڙن لفظن جو ويس ڍڪايو آهي
جيڪي اسان ۽ هر ماڻهو عام طور ڳالهائيندا آهيون.
انڪري سلطانه وقاصيءَ جي شاعري لفظن جي
شاعري ۽ اچارن جو صوتي سنگم ناهي، پر احساسن،
اڌمن ۽ آسن جي شاعري آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيل شاعريءَ ۾ صرف ٽي
اهڙا نالا ملن ٿا جن سيني مان ڦاٽي نڪرندڙ
احساسن کي سوچيل سمجهيل لفظن جو ويس ڍڪائڻ
جي ڪوشش نه ڪئي آهي. اهي نالا آهن سحر
امداد، سلطانه وقاصي ۽ ميران، جيڪا اڳي رحمت
جي نالي سان شاعري ڪندي هئي. هنن جي
شاعري آزرا پائونڊ جي انهن لفظن پٺاندڙ آهي ته
ان ڪتابن لکڻ کان بهتر آهي ته زندگيءَ ۾
هڪڙو شاعراڻو عڪس تخليق ڪيو وڃي. سلطانه
وقاصيءَ جي شاعريءَ ۾ عورتپڻي جي خودداريءَ
وارو احساس به اوترو ئي پختو آهي جيترو ڪمزور.

چوي ٿي:
تون ساڳيون اچ
يا نہ اچ
هريل آهيون اسين
تنهائي ٿي.
سلطانہ وقاصيءَ جي شاعريءَ ۾ ڪيترن ئي
سببن ڪري گهڻو سماجي احساس بہ شامل آهي.
هن جون محروميون هڪ عام انسان واريون
محروميون آهن، جيڪي عورت هئڻ ڪري وڌيڪ
گهريون ٿي ويون آهن، ڇاڪاڻ تہ عورتون هتي
ٻٽي غلاميءَ ۾ پيڙجي رهيون آهن ۽ هڪ حساس
۽ شاعرائي طبيعت واري عورت ٿي، هن جي شاعريءَ
کي اوترو ئي گهرو ۽ ڇهندڙ ڪري ڇڏيو آهي
جيترو هيءَ ڌرتي آهي. چوي ٿي:
هيءَ ڌرتي
ڏاڪ سنجهند جو
ڏاسٽيءَ وانگر جلي
پنهنجي اندر جي
باهہ ڪڍي ٿي.
—
عباد تن جون ڳالهيون
مون سان نہ ڪر
مان آهيان مانوس
هن ڌرتي جي
انسان سان.

اڄ جي انسان جو عڪس هن نظم ۾ جهڙو
هيٺن ڏنو آهي. چوي ٿي:

هرڪو انسان
ڪنيو ٿو وتي، پاڻ سان
غمن ۽ پريشانين جو جهنم
وڏا وات ڦاڙي
ٺهڪ ٿو ڏئي
ويچارو انسان.

ارپيان ٿي ھي ڪتاب بابا سائين جي نالي
جيڪو منھنجي ھر واٽ جو رھبر آ.

— سلطانہ وقاصي

جيتريون ننڍڙيون خواهشون اسان جون
اوترا ننڍڙا ماڻهو اسين
جيترا گهڻا غم اسان کي
اوترا ارڏا ماڻهو اسين
لڙڪن کي به مرڪ ٿا ڏيون
پيار به اسان جو پور به اسان جا
اسان کي نه پرک او ڀاڳيا
وقت جا واڇوڙا آهيون
ويل وقت جي واڳ ورائيندا سين
چوڏهين جي چڙهيل وير آهيون
اوڀل يا سوڀل
سنڌڙيءَ جي سينڌ سنواريندا سين.

# ڳهيلي

جڳ جي ٿوڻين ٿڻن سان
ٽڪرائي ٽڪرائي
مري ويندين ء ڳهيلي
جڳ تہ آهي ڀياري
هماليہ مثل
پٿرن کان ڳهر نہ پيار
آهي پڙاڏا ملندو وابس
جفا ء آهي تنهنجي پڪار



بهاريون ايندون رهنديون،
گل ٽڙندا رهندا،
ڪنول ڪلندا رهندا،
ڪيترا ڏيئا ٻرندا،
ڪيترا ڏيئا وسامندا،
پر منهنجي احساس ۾
ماٺ نه ايندي
جذبن جو وهڪرو
وهندو رهندو
تخيل جي جنگ
جاري رهندي
ڇو جو مان
انسانيت جو عروج
حقن جي فتح
ڏسڻ چاهيان ٿي
مان نئون انقلاب چاهيان ٿي
ظلم جو رت پيئڻ چاهيان ٿي.

## پوسٽ

گهٽيءَ گهٽيءَ، چونڪ چونڪ
ماڻهو پاڇي وانگر
اڻ ڄاتل خوف
مايوسيون ۽ هراس
پنهنجا تابوت پاڻ کنيو
هلندا پيا وڃن
هر اينڌڙ ڏينهن
ڪالهوڪي ڏينهن وانگر اڱهي ٿو
هر رات
ويل رات وانگر اونداهي آ.



# احساس

مون وٽ ايندين
مان به تو سان ملندس
مرڪي جي ڳالهائيندين
ٽهڪن سان ساٿ ڏيندس
ياد جي ڪندين
ياد تنهنجي سان زندگي گذاريندس
وعدو جي پاريندين
وعدن تي مان اعتبار ڪندس
ڏور جو ويندين
دعائن سان توکي ساريندس
وسارين ڇڏيندين
ميار توکي ڪڏهن به نه ڏيندس
وقت گذرندو
ڪوڙي جڳ ۾
توکرون کائيندين
مرڻ ويل مون کي ساريندين
احساس ٿيندءِ آن ويل
مان ئي تنهنجي حيات آهيان
مان ئي تنهنجو موت آهياز.



تون
منهنجي اکين سان اکيون ملائي
پڇين ٿو ته
هنن اکين ۾ ڇا ٿو نظر اچي
مون تنهنجن اکين ۾ ليئو پاتو
ڏٺم ته مان هئس
وراڻيم
هنن اکين ۾ ته مان آهيان
تون ٿڙي پئين خوشيءَ وچان
مان عجب وچان ڏسڻ لڳس

سوچيم
اِها ڪا وڏي ڳالهه نه آ
منهنجي جاءِ تي ٻيو ڪير
تنهنجي اکين ۾ ليئو پائي ها
ته به اهو نظر اچي ها.

٠

منهنجي راڻي
ويٺي آهين چوواڻي تي
ڪنهن لاءِ واجهائين؟
تنهنجا نيڻ
هيڪل وياڪل
چپ چاپ
ڇو ويٺي آهين!
ڄاڻ اٿئي
ڪوبہ نہ ايندو
وانهڙو وات سڃاڻي ويا
تون ڳهيلي
پرائي وات تي
ڪنهن کي ٿي ڳولهين؟

منهنجي راڻي
هي جي دلين جا راڻا آهن
چوواڻن تي سلندا آهن
ڪيترين تو جهڙيون
ڪومل راڻيون
سندر سياڻيون
انهن کي پنهنجو سمجهي
سپنا سجائي
نيڻ وڇائين ٿيون

منهنجي راڻي
پريم يڳوان آ
هي ناتو
روحن جو ناتو
جذبن جو ناتو
هن جو ڪوبه ڏيکاءُ
ڪٿي به ڪونهي
پريم اڻ ڏٺل شي
اجنبي احساس.

منهنجي راڻي
تون ڳولهين ٿي
پنهنجي راڻي کي
تون چاهين ٿي
تنهنجو راڻو
توکي ڇووائي ٿي ملي
تنهنجي خواهش آ
سيلاب جي
منهنجي ڳهيلي پٺ
پريم خواهش نه آ
جذبو آ، سچائي آ.

منهنجي راڻي
هٿي وچ ڇووائي تان

جلدي جلدي دمت
ستان تنهنجو راڙو
اچي وڃي
ڀوءُ توکي
ڀاڪرن ۾ ڀري
ساري ڇڏي
زندگيءَ ۾ موت
روح جو سوت
وڏو عذاب اٿئي.

منهنجي راڻي
پريم پڳوان آ
پڳوان سان سيلاپ
مهان پاپ
پاپ ۾ نہ ڦاس
گنهگار نہ ٿي
هٿي وچ ڇوواڻي تان
پنهنجي روح جي پاڪائي
جذبن جي سچائي
ڪٺي هٿي وچ
ڇو جو
مان نہ ٿي چاهيان
تہ تون مري وڃين.

## درپڻ

هن هيڏي وڏي
جڳ ۾
تو پيار ڪيو آ؟
هـــا
ڪنهن سان؟
پنهنجو پاڻ سان.

هن هيڏي وڏي
جڳ ۾
تو نفرت ڪئي آ؟
هـــا
ڪنهن کان؟
پنهنجو پاڻ کان.



# ننڍڙي دل

هاءِ هاءِ
ننڍڙي ننڍڙي دلڙي
لڪي لڪي ليٺا پائي
چرن ۾ ويهي
غارون تي ناهي
جهرڪيءَ جي آڏامڻ تي
پرن جو ڦهڪو ٻڌي
پنهين ۾ منهن لڪائي
ٿر ٿر هڻي
نشان چٽي
پاڻ ٻئي گد گد ٿئي
تاڙيون وڄائي جهمريون پائي
ويٺي آ ڪا راند رچائي.

جيئي جند سدا جيئي
چونم جيئي ڪير پيئي
نعرو سدائين اهو لڳائي
جند جيئاريندا سين
حق وٺندا سين
جوش وڇان هردم ورجائي

مگر وقت اچڻ تي
سيني کان اڳم
غارون ڇڏي ڇرون وسائي
پاڻ کي ڪوڙو سڏائي
جڳ ۾ سچائيءَ جا
هوءَ گڻ ٿي ڳائي
هاءِ هاءِ
ننڍڙي ننڍڙي دلڙي
لڪي لڪي ليئا پائي
ڇرن ۾ ويهي
غارون ٿي ڏاهي.

# گلن جي ورڪا

گلن جي مالها پوئي آئي آهيان
در در تي ڇيو اٿم
هر ڪنهن وٽ آ انڪار
مان گلن جي ورڪا
ڪنهن تي ڪيان
سڀن وٽ انڪار
اکين ۾ نفرت بيشمار
هٿ سيڪو
پنهنجي ڪاڻ جيئي ٿو
مطلب ڪاڻ
زندگيون ڪسي ٿو
جذبن جي سچائي
ڪوبہ نہ ٿو چاڻي
هاڻ ڪو مون کي ٻڌائي
مان هيءَ گلن جي ورڪا
ڪنهن تي ڪيان.

●

# تارونءَ وڏي تک

تي سگهي ٿو
هيءَ دنيا منهنجو خواب هجي
تي سگهي ٿو
هيءَ دنيا منهنجو خواب هجي
جت پاڻ
سڙي پچري
ماڻ ماڻ ڪري
ڪنهن کي ڪين ڪجهه ٻڌائي
هليا ويندا سين
جيئن پيا پيا وڃن.



# سچي پڇڙي اهو سچ آ

ڪن ماڻهن سان مليِ
ڪن گهڙين لاءِ
سڃاڻي نه سگهيو آ
مان سچ تي چوان
ڇو جو مان ڄاڻان ٿي
اڄ جي دور جو انسان
پنهنجي وجود مٿان
خولن مٿان خول
ڏکيو پيو هلي
خوشين جا خول
غمن جا خول
خوشفهمين جا خول
آن ڪري مان سچ ٿي چوان
اڄ جي دور ۾ ڪنهن کي سڃاڻڻ
ڏاڍو مشڪل آ
تون جو هڪ دفعو مون کان پڇيو
منهنجن تعريفن جا ڏک
پرينديـن ٿي وتين
تون ڇا ڄاڻين

ڪيڏي حقير آهيان
سون کي پنهنجو پاڻ کان
سخت نفرت آ
تنهنجا تعريف وارا ٻول ٻڌي
مون کي ٻنهنجي وجود کان
اڄان وڌيڪ نفرت ٿي ويئي آ
سچي ٻچي اِهو سچ آ
ڇو جو مان
پنهنجو پاڻ کي
توکان وڌيڪ سچاڻان ٿي.



## وراڻيون

گذريل ڪي يادون
جي وساريان پر نہ وسرن
منهنجو رجهيل من
ماضيءَ جي ڀولارن ۾
ويراڳين وانگر رلي
مگر هاءِ
ڪٿ بہ چين نہ پائي
ڪڏهن پاڻ روئي
ڪڏهن وري مون کي روئاري.



## ڪنوٽيون، بادل ۽ انڊلٺ

ڪنوٽين کي چيم
ڏيوم ڪي ڏس
پر هو
چمڪاٽ ڪري گم ٿي ويون
بادلن کي چيم
ڏيوم ڪي ڏس
پر هو بہ
ٻوندون برسائي گم ٿي ويا
انڊلٺ کي چيم
ڏيم ڪو ڏس
پر هوءَ بہ
رنگ روپ ڏيکاري گم ٿي وئي
پريشان ٿي چيم پنهنجي من کي
تون ئي ڏي ڪو ڏس
من ڳنڀير ٿي چيو
محبوب منهنجو چيو
چيم هائو محبوب
من آهستگيءَ سان چيو
ٻڪ پائي وڃ
وڃي سندوءَ ۾
ٻڏي مر.

●



روح اندر رچ
ناهي سکيو ساهہ
تہ بہ جيئي ٿو جڳ ۾
ويچارو انسان

وسري ويا وچن
ٽڙقي ويئي تقدير
دلين سنجهہ گهاءُ
اکڙين سنجهہ اجاڙ
دکندو رهيو درد
نيڻن وهي نير
تنهائيءَ جا ڦير
ويڙيچن جا وڍ
ڏکڙن ڀري دل

روح اندر رچ
ناهي سکيو ساهہ
تہ بہ جيئي ٿو جڳ ۾
ويچارو انسان.





تون مون کي ڳولھ
مان توکي ڳولھيان
پر
تون مون کي نہ ملجانءِ
مان توسان نہ ملندس.





ڪوڪليون ۽ بي معنيٰ سوچون
جن جي پرواز ايڏي شاھين آ
جي ھو ڪرن
تہ پاش پاش ٿي وڃن.





ساٿ نہ ٿي ڏئي
موٽ ڪي منهنجي منزل
آن ڪري جو
هلي آهيان مان
انهن منزلن تي
تنها ۽ پريشان.





ٻڌو اٿم
هر شخص مرندو ناهي
زندگي به هر ڪنهن وٽ
ايندي ناهي.





منهنجون وحشتون
وتي ويون
آن حد تائين
بي اختيار سوچيم
ڪهڙن گناهن جي
ملي آ سون کي سزا.





ڪنهن کي نه ٻڌائيندم
تہ بہ ڏهي ويندا
ڪيترائي فسانہ
هن جڳ ۾.



o

هر قدم تي مليا
ڪيترائي خدا
سدا سهڻا
ڳالهيون سٺيون
سوچون اعليٰ
پر
اوچتو ئي اوچتو
ظاهر ٿيو پوي
انهن جي اندر جو
ابليس.

●

o

اسان کي ناهي
ڪنهن تي اعتبار
جڏهن پيم خبر
زندگيءَ سان گڏ
موت به آ ناياب.

●

⊙

تون سامهون اچ
يا نہ اچ
هريل آهيون اسان
تنهائيءَ تي.

●

⊙

هن ويران شهر جي
اداس ماحول ۾
آيو آهين
تہ هاڻ
وڇڙ جي ڳالهہ نہ ڪر.

●

جيون جو احوال
جيٺ وارن کان پڇو
جلائي پاڻ کي
رک به ڇڏي آ
جن آڏائي.



عبادتن جون ڳالهيون
مون سان نه ڪر
سان آهيان مانوس
هن ڌرتيءَ جي انسانن سان.





ڪوئل ايترو نہ ڪوڪ
ڏکن ۾ پريل آ
منهنجي ديس
وارن جي دل.





نهائين چان نہ تتي
هيءَ ٻرولي
ڪنهن نہ ساي.





وٺ جلائي مون
جوت جيار تون
آئي آ
رات
آماس جي.





ڪي گيت اڌورا
ايڏو ڏاڍيان
ڪو ڳائي ويٺو
چپ چاپ
روئي ويٺو.





چوڏهين جي چانڊاڻ ۾
نهاريم چوطرف
ڪجهه نظر نہ آيو
سواءِ تنهنجي.





اندر جي آڪير
سڪل پن وانگر
هوا ساڻ
هر هنڌ رلي.



○

ڪارو ڪانگ
ٻولي ويٺو
هروڀرو
چاڻ اٿس
وانهڙو وات مٺائي ويا
ته به ٻولي ويٺو
ڇو ته
ٻولڻ کان سواءِ
اچيس ڪجهه به ڪين.

●

○

هن ڏيڏي جل ٿل ۾
جيءُ جاي ٿو
تنهنجون ڳالهيون ٻڌم
جڻ ته وهم جو ڏک پيٽم
تڏهن ته
جيءُ جلي ٿو
هن جل ٿل ۾.

●



سر اڏيءَ تي
جهڪائڻ سان
ڪجهه به ڪين وڃڻو آ
مرڻ کا
وڏي ڳالهه نه آ
جيئري ئي گهڻو
ڪجهه ڪرڻو آ.





رتي ناهه رت
جلي ڪيسين جوت
دک اڻ هوند
مٿان وري
بي ضميرن جي موت.



وهامي ويئي هئي
ويل
تنهنڪري
چائنت تنهنجي
چمي
وسايا مون دل جا
ڏيپ.

ٽهڪ گهنجي ويا
لڙڪ لڙي آيا
جڏهن ٻڌم
تنهنجي گهر جي ٻاهران
گند جي ڍير مان
مليو آ
ٻار جو لاش.

○

ڏنگيو منهنجي
ڏات کي
ڇليو منهنجو
ماهه
پر اٿم جيستائين
نڙي منجهه ساهه
نه ڇڏيندس
اوهان جي
ڳالهه.

●

○

هيءَ ڌرتي
ٽاڪ منجهند جو
ٽاسيءَ وانگر جلي
پنهنجي اندر جي باهه
اڌين ٿي ٿي ڪڍي.

●



من ۾ نه ڳواهه
جن کي
مون سانڍيو آ
ساهه ۾.





اڄ؟
ڪير به نه ڏسندو
اسان ڪلندا
لنگهي ويندا سين
هنن ڪنڊن مٿان.



هي ڪير آ
جو اونداهيءَ جي اڏاوت کي
اڏوهيءَ وانگر
کائي رهيو آ
چون ٿا سڀ
هو ڏوهي آ
ديس دروهي آ.

پري پنڌ
ڇاڏي تاڏي
واسينگ واٽ
پنيت متا باهہ جا
ڪيئي پيا ڪاٽ
آهي اَڄ اٽاٽ
ڌمڪائيندڙ ڏيهہ ۾
جو ڪري
حق جي بات

⊙

جنهن زندگيءَ کي
تو ٻڌايو هو زندگي
آئي تون
فرشتو نه
انسان ٿي رهه.

●

⊙

جي ڏوران
توکي گهمائي ويا
انهن کي
ويجهو ڏسي
تون ڏسي
شرمسار نه ٿي.

●

⊙

جڏهن زندگي
پيرين آگهاڙي
در تي آئي
عجيب لطف محسوس ٿيو
ياد تنهنجي آئي.

●

⊙

اونداهيءَ ۾
هڪ ڏيئڙي
پنهنجي روشنيءَ سان
اونداهيءَ کي اڃان وڌيڪ
تاريڪ بڻائي ڇڏيو آ.

●

⊙

آهي قبرون
جن تي ڪوبہ نالو نہ آ
آهي سڀ
سنهنجيون آهن.

●

⊙

پرندڙ ڪانيون
رڪ تي هوا ساڻ
آڏائي ويندڙيون
پر هي جلندڙ جيون
ڪڏهن بہ رڪ نہ ٿيندو.

●

پهڻ جهڙا ماڻهو
گلن جي ڏڪ سان
مري ويا.

هن جڳ ۾
لاشا سڀ چاتل سجاتل
جيئرا ماڻهو
سڀ اجنبي اڻ چاتل.

انڌيري رات
مون جهڙي رات
هن وٽ
پنهنجي رازن کان سواءِ
ڪجهه به ناهي.

⊙

ماءُ

موهن جي دڙي جو کوهہ

هر آيل

ڏول پريءِ هٿن کي ڌوئي.

●

⊙

منهنجو پاڇو

تنهن کي ڇا سمجهايان

مون کي ڇڏي ويو وڃي

منزل جي ڳولا ۾.

●

⊙

جيون منهنجو

تو کان سواءِ اڪيلو

اڃ تہ سهي

پڇي هي بند

پورا ڪيون

ڏونگر ڏاري وڃون.

●



سياڻو ڪي چريو
ڪنهن ويل ڪالي
تہ ڪنهن ويل روئي
سچ پچ
صفا سون جهڙو
مان بہ ڪنهن ويل
ڪلان ٿي
ڪنهن ويل روئان ٿي
آهيان نہ صفا چري.



⊙

ڪي گهڙيون
جن کي هوند
ڊڪي ڊڪي
پڪڙي ونجي
نہ وڃڻ ڏجي
انهن گهڙين کي
جيڪي ڪي پل
خوش ڪري
دل وندرائي
هليون ٿيون وڃن
ڪاش ائين ٿي پوي
انهن کي روڪي ڇڏجي.



(٠)

ڳالهيون اسان جون اهڙيون
جيڪي ڪٿيو وڃن
سوچون اسان جون اهڙيون
جيڪي وڪرجو وڃن
منجهيل من
رنڊيا روڙي
ڏونگر ڏاري
تہ بہ سور اسان ساڻ
ڪا ئي منزل
نہ ڪٿي ڪو ماڳ
تہ بہ اسان جي جهان ۾
جاڳ اسان سان ساڻ.



⊙

ننڍڙا ننڍڙا ساڻهو
جن جون وڏيون وڏيون ڳالهيون
ڪلندي ڳذارين
ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائين
پنهنجا سور
نہ ڪير سڃاڻي
نہ ڪير پرکي
انهن جا پور.

●

⊙

هرڪو انسان
ڪنيو ٿو وتي پاڻ سان
غمن پريشانين جو جهنم
تہ بہ وڏا وات ڦاڙي
ڏهڪ ٿو ڏئي
ويچارو انسان.

●



مون کي واپس ورڻو آ
هڪ پل به
مور نه رهڻو آ
تي سڏ پڏان .
ڏور پري
دل وارن جا
برپٽ جبل
وچون طوفان
ويرون لهرون
ڪيئن تيون روڪي سگهن
تي سڏ پڏان
ڏور پري
دل وارن جاء



⊙

هت ڪو سچاڏو ناهہ
هت سانجهيءَ ۾
ڪو سانجهي ناهي
وڃي سان تنهنجو نان
جلائي آ جوت
پر هت ڪو اڇُون ناهہ
هن وات ڪان
ڪو ويڇُون ناهہ
هجي تو هانءُ
ڪنهن ڪي وڏان سانُ
تون جو اڇُون ناهين
۽ منهنجو
هت ڪو سچاڏون ناهہ.



⊙

جهر جهنگ جھاڳي
هلندو هل
ڪير آ پنهنجو
ڪير آ پرايو
سيني کي پرکيندو
هلندو هل
ساٿي ماٺ نہ رهہ
باهہ جو ٻنيءَ ٻاريندو
هلندو هل
سچ ڏسي
ٻيھي نہ ٻر ۾
ڏکيا ڏونگر
راھ اٽانگي
ڇا لئہ ويهي
وقت وڃايون
ڏيئي مان
ڏيئو ٻاريندو
هلندو هل.



دل ٿي چوي
آڏري وڃان آڪاس ڏي
ڪي پل هن ڌرتيءَ کان
پري رهان
ڪي پل پاڻ کي
ارپي ڇڏيان
هوائن جي آڌار
نہ ڏسان هيٺ ڌرتيءَ ڏي
ٻوٽي ڇڏيان پنهنجون اکيون
ڪي بہ نہ سوچيان
ڌرتيءَ جي ڏکن
غربت ۽ بکن لاءِ
اگهاڙن ننگن وجودن لاءِ
چيچلائي ڏنڀ ڏيندڙ انسانن کي
ساس ڦٽي رت جا ڍڪ پريندڙ انسانن کي
ڪي بہ نہ ڏسان
ڪجهہ بہ نہ سوچيان
ماٺ ماٺ ڪري
آڏري وڃان آڪاس ڏي.



⊙

نہ ڄاڻ
ڇو ايڏي وڇوني اتم
وجود ۾
سوچين جو تسلسل
پورا پورا
جيون ٽڙيل پکڙيل
آجهاسي وري ٻري
هن تخيل ۾ آڳ
وري بہ تون چوين ٿي
سڏ ٻڌائي
سونهن سوچ
جهڙن عنصرن سنجهان جڙيل
هڪڙو وجود
جنهن منجهان خلوص ۽ ادب
جو هڳاءُ اچي ٿو

●

آهو پل وڏيڪ اهم آ
جنهن پل ۾
ڪي موتي جهول ۾ جهلي
هن آتش فشان کي
مون اورانگهيو هو
آن هڪ پل جو بار ڪٽي
اورانگهيان پئي هڪ سمنڊ
پر ياد رکجان
مان ترڻ نہ ڄاڻان
پر ڪوبہ هڪ پل مون کي
هن سمنڊ ۾ ٻوڙي نہ سگهندو.



⊙

ڪوريئڙن جي چاڻ سان
ڀريل
هن بي رنگ
پراڻي در ڪي
هڪ ڏڪ سان ڪولڻ چاهين ٿو
پر اڄاڻا
ڪجهه منهنجي به نہ ٻڌ
مون هن در ڪي
ٻاهران نہ
اندرين پاسي کان بند ڪيو آ.





ڪر موڙي جنهن وقت
اتين تي
منهنجي ذات
امرت پري هن جيون ۾
جيون جي جوت ٻسا سي
تاريڪيءَ کي پوئتي ڌڪين تي
۽ جڏهن سان
قدم اڳتي وڌائي
ڪجهه گهران تي
ته مون کي وهم جو پيالو ٻياري
جيئري مارڻ تي چاهين.





ڪي نوان گيت سوچيان ٿي
ڪي نوان احساس ساريان ٿي
سڳنڌ کي پنهنجي وجود ۾
سرچيان ٿي
مان به سياڻن ۾
چري ٿيڻ چاهيان ٿي.





تون چوين ٿو
ڌرتيءَ تي پير رکي
آسمان کي پڪڙي ڏي
پر بي سمجهه
تون نه ٿو ڄاڻين
مان آڪاس تي رهي
ڌرتيءَ کي پاڪرڻ ۾ پريو آ.



⊙

ساڻوڻ ۾ جڏهن
ڪو ٻڪي ٻولي ٿو
سورج مکيءَ جو گل
سج جي تپش ۾ کلي ٿو
۽ ڪبوتر جڏهن آڪاس ۾
اڏامن ٿا
هڪ انسان جنم وٺي ٿو
ٻيو انسان مري ٿو
تڏهن مان سوچيندي آهيان
ساڻوڻ ۾ ٻکي ٻولي ٿو
سج جي تپش ۾ گل مرڪي ٿو
۽ ڪبوتر آڪاس ۾ اڏامن ٿا
هن جنم وٺڻ کان
مرڻ جي حد تائين
سون جهڙن ڪيترن وجودن کي
شايد نه
پر ڪٿ اتم ڪجهه به نه ٿو ملي.

●

ان عورت جي نالي
جنهن جي سوچ ڏاڍي محدود آ
هن گهر جي چوديواريءَ
کان سواءِ
نہ ڏٺو آ ڪجهہ ٻيو جڳ ۾
ڪجهہ نہ سوچيندي آ آها
ٿوري ٿوري ڳالهہ تي ڪنبي آ
ٻئين تي ڳنڀيل هوندي آ
يا وري بدي تي ڏنل هوندي
رات جو جڏهن مڙس سان سمهندي آ
تہ ڪيس اهو ياد نہ هوندو آ
انهن پيار ڪندڙ هٿن
ڪيس سڄو ڏينهن ڪٽيو آ
پيار ڀريا لفظ ٻوليندڙ زبان
سڄو ڏينهن گارين سان وڏيو آ
ڏاڍو سک محسوس ڪندي آ
مڙس جي هنج ۾
ان عظيم عورت کي منهنجو سلام
جيڪا ڪجهہ بہ نہ ٿي سوچي
رات جا چار پهر
سک جون ننڊون ٿي ڪري۔

⊙

ها جيڪڏهن تون مون لاءِ ٻچين
تہ مان توکي ٻڌايان
اندر جا حال اوريان
ڦٽ آ ڪيلي ڏيکاريان
تنهنجي هنج ۾
ڪنڌ لاڙي
سڏڪا ڀري روئان
پر جي تون ٻچين؟
تہ مان توکي ٻڌايان.



(٠)

در جي چائنٺ تي
جڳن ڪان سون ڪي ويهاري
تون اندر وينو آن
ليئو پائي ڏنم
ستل تون ننڊ ۾
اندر ۾ مونجهه تي تيم
منهنجي ڳالهه ته ٻڌ
منهنجا من
منهنجي من ۾ رهي
ايڏي ننڊ ته نه ڪر
تڪجي پيئي آهيان
تنهنجي در جي چائنٺ تي.



⊙

منهنجو گهاءُ بہ
تو جهڙو گهرو
تون تہ مون کي سڃاڻ
تون بہ مون وانگر جاڳين ٿو
پوءِ ڇا لاءِ
نهارين ايڏو ڏور.

●

⊙

زندگيءَ ۾
جڏهن بہ
دل کولي ڪڍيس
تڏهن تون
ياد آئينءَ
تنهنجون ڳالهيون
تنهنجا فسانہ
ياد آيا.

●

⊙

پهتو پل ۾ مون وٽ
هڪ آواز
چري اڏ مغزي
جيئڻ آ تنهنجو جنجال.

●

⊙

گهرا گهرا نيڻ
ائين وسن
ڄڻ
سانوڻ سندا ڏينهن.

●

⊙

جيون جهنجهٽ
تہ بہ آ
موت کان انڪار.

●



هن سنسار ۾
سارين ٿي ڪنهن کي
ڳولهين ٿي ڪنهن کي
ڪير آ تنهنجو
ڀهريں اهو راز تہ سل.





ڪاش تون انڌو هجين ها
۽ سان گونگو
هڪ ٻئي جا عيب
ڏڪي ڇڏيون ها.





رات جو پوئين پهر ۾
جڏهن پکي ٻوليندا آهن
۽ ٻئي پاسي
ڳاڙهي شفق ابرندي آ
تڏهن اس جو موت ٿيندو آ.



⊙

ڪير آ سڳو
ڪير ٿيندو آ ماٽيلو
جڳ ۾ اسان سڀئي
هڪ ٻئي جا
سڳا ۽ ماٽيلا۔
پنهنجا پرايا
سڀ ڪجهه آهيون
ويجها رهي به ڏور آهيون
ڏور رهندي به ويجها آهيون
ڇو ته اهوئي جيون آ
اهائي دنيا آ.



(١٠)

اڪيلائپ اڪيلائپ
توڙي چؤطرف
ماڻهن جا انبوه
هو سيئي پنهنجو پاڻ ۾
مان اڪيلي
انهن ۾ پرائي
ويٺي نهاريان
سڀني جي شڪلين ۾
هو پيا هئا
آءٌ بي عڪس
انهن ۾، سون ۾،
هڪ خليج آ
جنهن کي مان نٿي ڏاهي سگهان
جنهن کي هو سيئي
نٿيون ڏاهي سگهن.





تون
مڌر آلاپ
پيو ٻڌين
مان
ڌرتيءَ تان
پڙ پيئي چونڊيان.





انتظار ڪندي
اک لڳي ويئي
آن ڏڪ ٻل
ڪسي ورتي
مون کان آزادي.





هي ڪير آ؟
پڇڻ سهل
انيڪ ڀيرا آکيون
مون ڏي آڻي آيون
پر جواب نه مليو
وري پڇيم
هي ڪير آ؟
چيو ڪنهن
شاعر آ
سچ لکندي لکندي
ڪوڙ جو ساٿ ڏيئي ويو.



⊙

تنهنجي پرسان
تو وٽ
جو ڪجهہ آهي
آن تي تنهنجو
ڪيترو حق آ؟
منهنجو ڪيترو؟
آن جو فيصلو
ڪير ڪندو؟

●

⊙

مون پنهنجي جهوليءَ ۾
جڳ کان لڪائي
ڪجهہ آندو آ
پر ڪنهن لاءِ
اِها ڪل ناهي!

●



مان تنهنجو عڪس
پنهنجي عڪس سان
ايڏو وير نه رکـ،





روح رجهي ٿو
من آ ماندو
ڪوئل تون نہ ڪوڪ،





ڦٽڪي ڦٽڪي
هيڪل ويهي رات گذاري
پيچ پنيءَ ڪان پوءِ
بيک جيئدان جي
ڪائنات ساڪت، مان تماشائي!



هو ويڙهو هو
چپ چاپ
مان ڪلهي تي هٿ رکيو مانس
ڪنڌ ورائي ڏٺائين
صدين جي ويراني ڏٺم
آن جي اکين ۾
مان پڇيو
ايڏو اداس ڇو آهين؟
منهنجا دٽ، پنهنجن هٿن ۾ جهلي چيائين
مان آهيان
تنهنجي انڌيرين راتين
اڪيلين واٽن جو
توکان الڳ، تنهنجو سپرين
مان جهٽ ڪري
پنهنجا دٽ ڇڏايا
ڪيس ڇڏم
اهڙيون ڳالهيون ڪندي
دپ ڪونه ٿو تيئي.

مان ڊڄندي ٻه آهيان
پنهنجو پاڻ کان
آن ڏينهن کان
مان ٻي ڊنگهي ٻي چئي
ڪنهن کي ڪين وڻان
ٿي پوندس سڀڪنهن تي بوجهه
بيزار ٿي سڀ چوندا
هجين ها ٻور ٻگو
کائي کپائي ڇڏيونءَ ها
پر ڇا ڪجي
ٿي پئي آهين انسان.

○

وات ويندي
صدر دواخاني جي اڳيان
هڪ گهر جي دريءَ مان
ڏڪ نبل ڇهري
سڏ ڪري مون کان
پڇيو "وات از ٽائيم"
"ڪوارٽر پاسٽ نائين"
مان تڪڙ ۾ نظر
وڌي
۽ هلي ويس
ڪجهه ڏينهن کان پوءِ
آن ئي رستي تي
پنيان
ڪنهي تي رکيو
ڪنهن دٽ
ڪنڌ ورائي ڏٺم
آهائي پوڙهي ڪرسچن
منهن ۾ انيڪ گهنج
ننيڙيون گول اکيون
گهڙي تائين فراڪ پيل
ڏاڍي پيار مان چيائين
"هائو آر يو"
فائين، فائين—

مان تڪڙ ۾ جواب ڏنو
مان آتي بيهي نہ سگهيس
تڪڙي تڪڙي هلي ويس
وات تي روئي بہ ڏنم
ڇو تہ مان
آن پوڙهيءَ جي اکين ۾
پيار ۽ پنهنجائپ وارو انداز
سهي نہ سگهيس
جيءَ جهڙي پيو
ڏک وچان
دل ۾ چيم
اي پوڙهي
ڇو ڏنءِ سون کي پيار وچان
ڇا ڪندس تنهنجي پيار کي
دعا ڪر
سون کي آهي پيار ڪن
جن سون کي
نفرتن کان سواء
ڪجهہ بہ ناهي ڏنو.



○

توهان کلو ٿا!
مون کي چريو ٿا سمجهو
توهان کي کلندو ڏسي
مون کي به کل اچي ويندي آ
مان کلان ٿي
توهان حيران ٿا ٿيو
کلڻ منهنجو حق آ
روئڻ منهنجو حق آ
اهي حق ڪسي سگهو ٿا؟
شايد ڪڏهن به نه.

ڪجهه ورهيه اڳ
هڪ منهنجي جيڏل
ڏيندي هئي وڏا ٽهڪ
ڪنهن کي به ڪين
وڻندا هئا اهي ٽهڪ
مان به هريل هئس خاموشي تي
ڪير به کلندو هو
دل چوندي هئي
لپاٽ ڏئي ڪيانس
پر مان ڪجهه به ڪري نه سگهندي آهيان
ها ڳالهه تي ڪم جيڏل جي
جيڪا ڏيندي هئي وڏا ٽهڪ

لکيو هوم ڪيس هڪ خط
عجب ٻي ڍنگو
آخر ۾ لکيو مانس
ڪلهه جانءِ نہ پڙهي هي خط
ڇو تہ مون کي نفرت آ
وڏن ٻهڪن کان
جواب ۾ لکيائين
ماڻهو تو کي چريو چوندا آهن
ظاهر آ ايترن جي راءِ غلط ٿي نہ ٿي سگهي
چري اسان وٽ ٻهڪن کان سواءِ
رکيو ئي ڇا آهي
اڄ ڪلهہ مان بہ کلندي آهيان
ايترا ٻهڪ ڏيندي آهيان
جو ماڻهو سوچيندا آهن
مان کهڙي ڳالهہ تي کليس؟
توهان بہ کلو ٿا؟
مون کي چريو ٿا سمجهو؟
توهان کي کلندو ڏسي
مون کي بہ کل اچي ويندي آ.



تون شايد يقين نہ ڪرين
مون ڏٺو آ
ستارن کي
ٽاڪ منجهند جو
آڪاس تي چمڪندي
تون شايد يقين نہ ڪرين
مون ڏٺو آ
سج کي
اوڀر ۾ لهندي
الهندي کان اڀرندي،

○

هڪ دفعو
زندگيءَ ۾
اچڻ کان پوءِ
نہ ڄاڻ
هي وقت
اسان کان
ڪهڙا حساب ڪتاب
گهري ٿو
۽ ڇو گهري ٿو—





من جي ڳالهہ تي يقين نہ آ
تڏهن تہ
من جي درياہ ۾ لڙهندي
ڪڏهن بہ ڪوبہ
ڪنارو نہ آيو.





دل چاهي ٿي
ازل جا آواز
گيتن جي گونجار ۾
دل جي اندر ۾
پيهي وڃن
۽ سان
صدين تائين
ائين بيٺي رهان
اڪ چنيڻ بنان.



⊙

ڪنهن چيو
چري سپنا ڏسڻ گهرجن
جيون جو وڏو سهارو
هوندا آهن هي سپنا
پر منهنجي وس ڪيان
ٻاهر آهن
هي منهنجا نيڻ
نہ ڪڏهن ننڊ ڀونجن
نہ ئي وري تا ننڊ ڪن.

●

⊙

تو تہ ڏٺو هوندو
جنهن ڪي سون نہ ڏٺو آ
سندس نيڻن ۾
آهو ڪجهہ آهي
جنهن جي
هن دنيا ۾ ڪوٽ آ!

●



ڪيئن ڪريان
مان ڇا ڪريان
دل ضد تي آتم
پري هيءَ بندوق
توکي هٽان
۽ مون دل کي
زنجيرن ۾ قابو ڪيو آ.





ڪڪر جي پرڇي
ايندا آهن
وسڻ ڪاڻ
انهن ڪڪرن جي ڪارڻ
۾
ڪنوڻ جي چمڪ
شاعر جي ذات جو
انت آهي.



تنهنجيون ڳالهيون ڳجهه جون
آءٌ ڪلهيل ڪتاب مثل
منهنجو چنڊ چڙهڪي ڌرتيءَ تي
تون ڪرين عرش جون ڳالهيون
منهنجي سيراندي
ميڙو متل آ
ڌرتيءَ جي دکن جو
تون ڪرين ڳالهيون
دنيا جي فسانن جون
منهنجي دل جي بستي ۾
آهي تنهنجي جاءِ تنگ
مون ڪان ڏور وڃ
مان نہ آهيان تنهنجي منزل.

# دونھانئيل درشن کان پھرين

نور الھدیٰ شاہ

ساڳئي ڪانفرنس 1981 ۾ عورتن واري نشست ھلندي، اوچتو سلطانہ سرگوشيءَ ۾ مون کي چيو ھو، ”ھديٰ!۔ مون پيو جنم ورتو آھي۔ مونکي مبارڪ ڏي۔“
آن کان پوءِ ھيل تائين آئون سوچيندي رھي آھيان تہ سنڌي انٽليڪچوئل عورت نجاڻ ڪيترا ڀيرا پنر جنم وٺي ٿي ۽ ڪيترا ڀيرا ھن جي ھٿان ماراڻي وڃي ٿي —— ۽ نجاڻ ڪيترا ڀيرا آپگھات ڪري مري ٿي!؟ سنڌيءَ جي مڙني ليکڪائن جون رچنائون۔ سلطانہ جون ھي ڪوتائون انھيءَ ھڪڙي پيڙا / سوال جي چوڌاري ڦرن ٿيون۔ سلطانہ سان منھنجي دوستي 1972 کان ھيل تائينءَ جي عرصي تي ڦھليل آھي ۽ ايڏي ڊگھي عرصي ۾ مون ھن جا انيڪ روپ ڏٺا / محسوس ڪيا آھن. مون چاھيو بہ ھو تہ آئون انھن مڙني روپن، وارتائن، پيڙائن ۽ پيڙ ڳنڍائن جي باري ۾ لکان جيڪي سلطانہ / ھڪ سنڌي ليکڪا جي اندر جي حوالي سان آھن—— پر—— سنڌي سماج ۾ ھڪ تنھا عورت جو پيڇو ڪندڙ آيين آڳرين جي جاوس جي ڊپ کان، ان ڊپ کان بہ تہ سنڌي عورت اڃا سگھہ جي انھيءَ انتھا تي ناھي پھتي، جتي ھن جي دل ۽ دماغ ”لوڪ“ جي ڊپ کان آجا ٿي وڃن۔ مون چاھيندي بہ اھو ڪجھہ ناھي لکيو۔ ايترو ضرور ٻڌائيندس تہ سلطانہ ذاتي پيڙا، انيڪ سالن تائين سندس دل، دماغ کي اڌوھيءَ

جيان ڪائيندڙ Inferiority complex، حالتن ۽ انهن
حالتن سان وابسته ماڻهن ڏنل پهتل ذهني ايذاءُ،
شڪستن جي ڏکي سڙڪ تان لنگهي اچڻ کان
پوءِ (۽ انهيءَ دوران) هي ڪوتائون سرجيون آهن.
سندس شروع واريون گهڻي ڀاڱي ڪوتائون سون
1972/73 ۾ ذاتي ملاقاتن ۾ ئي ٻڌيون ۽ پڙهيون
هيون. انهن ئي ڏينهن هڪ لڳاتار هن سون کي چيو
هو، ”منهنجي اندر ۾ ايتريون ڳالهيون آهن هنديون!—
جيڪي پاڻ ئي پاڻ نظم بڻجيو تيو وڃن.“ سندس
چيل انهيءَ ڳالهه جي بيڪ گرائونڊ ۾ جيڪڏهن
سندس ڪوتائن جي پرک ڪجي ته هوءَ بنا ڪنهن
شعوري ڪوشش جي پنهنجي هر ڪوتا ۾ پنهنجي
پاڻ سان سچي ۽ لاڳاپيل نظر اچي ٿي— سلطانہ
نفرتن ۽ محبتن جي معاملي ۾ بنهه انتها پسند آهي
۽ سندس انيڪ ڪوتائن منجهه انهيءَ جو احساس
ملي ٿو— گهڻ ۾ گهٽ سون کي سندس ڪوتائون
پڙهندي ساڻس لاڳاپيل ڪيترا دک، حالتون، وارتائون
۽ ساروڻيون ياد اچن ٿيون. پنر جنم کان پوءِ هوءَ
لاڳيتي انهن ڪيفيتن جو اظهار ڪري رهي آهي
جيڪي هن کي ڪراچيءَ جي سمونڊ منجهان آٿيل
تکن طوفانن منجهان ڏڪيندڙيون ڪناري تائين وٺي
آيون آهن— جن ۾ سچ پچ ته نه رڳو هن جي
پنر جنم جو احساس ملي ٿو پر ان کان پوءِ لاڳيتو
جيئڻ جو ساهس پڻ نظر اچي ٿو— سندس ڪالهه
تي سدائين کان ڪنيل شڪستن جو ڀاري ڏياس،

وڏي جهيڙي جوڙڻ کان پوءِ هن لاءِ ڦٽي ڪيو آهي- هاڻي سنڌس ڪلها هاڪا آهن پر انهن تي جيڪڏهن ڪجهه آهي به ته اهو سنڌس ٻن پيارن پارن جو پيار آهي جيڪو هڪڙي پاسي هن کي جيئڻ جو اتساهه ڏياري ٿو ۽ ٻي پاسي جيئڻ جي انهيءَ اتساهه جي حوالي سان اسان کي اسان جي پياري ۽ ڪومل جذبن واري شاعرا سوڻائي ڏي ٿو.

سلطانه ته رڳو پاڻ کان اڳ وارين شاعرائن پر پنهنجي دور جي شاعرائن ۾ به ان ڪري منفرد ۽ احساسن ۾ ڀرپور نظر اچي ٿي جو هن وٽ شاعري چند رٽيل اصولن جو نانءُ ڪونهي ۽ نه ئي سڪٽي نعريبازيءَ جو سهارو وٺي هڪ ئي سٽ کي، هر ڪوتا ۾ مختلف اندازن ۾ پڻ ورجايو آهي —— هن وٽ جيڪي ڪجهه به آهي سو بلڪل نئون، نڪور ۽ موهيندڙ آهي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه اها آهي ته ”پنهنجو“ آهي——

سلطانه جي شاعريءَ ۾- ڪيترين جاين تي اسان کي پنهنجو پاڻ ملي ٿو- پنهنجن پيڙائن جو عڪس ملي ٿو- پنهنجين اکين جا لڙڪ ۽ پنهنجيون آداسايون ملن ٿيون- ڇا اسان جي اندر جون ڀاونائون هڪجهڙيون آهن!—— پيڙائن جا ڪارڻ جدا جدا آهن پر انهن جو احساس هڪجهڙو آهي!- شايد ان ڪري به هوءَ / هن جون ڪوتائون دل جي دڳن سنجهه لهي اچن ٿيون—— هنن ڪوتائن ۾ اسان کي سنڌي سماج جي هاڃيڪار روايتن سان لاڳاپيل اها عورت به

عورت ۾ پڙهڻ ۾ محسوس ٿئي
پاسي پنهنجي من منجهان اٿندڙ نئين
جي دڪدائڪ پڇاڙيءَ کي سهي
جي حالتن سان جهيڙيندي ٿي اڄ
نقاد ۽ دانشور، شخص کي ذاتي
جي جوالا کي هٿ ترڻ سان بند
ڪري رهيا آهن— شخص جيڪڏهن
جيئري آهي ته پوءِ نيڪ آهي پر جيڪڏهن
وانگر باهه جي وچ مان اڳهاڙن لڳن سان
اچي ٿو ۽ تڏهن به جيڪڏهن ان پيڙا جو
نئو ڪري ته ڇا هيڙي شاعري سرجي سگهي ٿي!؟
بي صورت ۾ جيڪا شاعري ملندي اها ڪمپيوٽرائزڊ
هوندي— هيءَ شاعري جيڪا برک نقادن، دانشورن،
آزاد نظم کي حرام قرار ڏيڻ وارن برک شاعرن ۽
اديبن جي ڏاڍن جهڙي تنقيد کي بنا ڪنهن ڊرڻ
جي، پنهنجن انهن احساسن جو اظهار آهي جيڪي
پائمرادو نظم بڻجي لکجي ويا آهن ۽ يقيناً حرام
ماس جيان ناهن انهيءَ خوشبوءَ جيان آهن جنهن کي
هٿ ترڻ سان پوسائي نٿو سگهجي—

لطيف آباد، حيدرآباد.
6-2-84



عي

اڪرم سلطانه اصل ۾ هاڻي ڳوٺ ۾ 20 مئي 1951ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڄائي تعليم مئٽرڪ تائين ٽنڊي آدم ۾ بي.اي ڪاليج حيدرآباد مان. ايم. اي (سنڌي ۾) يونيورسٽيءَ مان، سڄي سنڌ مان ٽيون نمبر، هن وقت هوءَ ڪراچيءَ ۾ ڊگري ڪاليج ۾ ليڪچرار آهي.

پهرين لکڻي 'الفتراءَ' اخبار سانگهڙ ۾ ڇپيس. ان کان پوءِ 1966ع کان باقاعدي سنجيده مسئلن تي لکڻ لڳي. ۵ – ٦ ڪهاڻيون به لکيون اٿس. شاعريءَ ۾ هوءَ منفرد انداز جي شاعرا آهي. سنڌ جي گهڻي ڀاڱي سڀني ترقي پسند، معياري رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس لکڻيون ڇپيون آهن.

ساهتي، سياسي ۽ سماجي مسئلن جي سٺي ڄاڻ رکندڙ ۽ انهن تي سٺو بحث ڪري سگهندي آهي. ڳالهه ٻولهه ۾ بي تڪلف آهي، البت عام سنڌي عورت جهڙو معصومانه خلوص ۽ پنهنجائپ از حد اٿس.

— هدايت منگي

●

| | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۰۱ | صفحي | ۳ | تي سٽ | ۱۸ | ۾ | لفظ | سرجڻهار | پڙهجي |
| ۰۲ | " | ۴ | " | ۱٦ | " | | چڏجان | " |
| ۰۳ | " | V | " | ۷ | " | | سڪائون | " |
| ۰۴ | " | VI | " | ۱ | " | | اٺ لسڪو | " |
| ۰۵ | " | VI | " | ۱ | " | | علامت | " |
| ۰٦ | " | VII | " | ۷ | " | | جاڙ | " |
| ۰۷ | " | ۲ | " | ۷ | " | | گهر | " |
| ۰۸ | " | ۹ | " | ۱۵ | " | | گنهگار | " |
| ۰۹ | " | ۱۷ | " | ۸ | " | | پاڻي | " |
| ۰۱۰ | " | ۲۱ | " | ۱ | " | | سات | " |
| ۰۱۱ | " | ۲٦ | " | ۵ | " | | اڇا | " |
| ۰۱۲ | " | ۴۱ | " | ۸ | " | | پور | " |
| ۰۱۳ | " | ۴٦ | " | ۴ | " | | سوچڻ جو تسلسل | |
| ۰۱۴ | " | ۴۸ | " | ۱ ۽ ٦ | " | | چار — اياڻا | " |
| ۰۱۵ | " | ۴۹ | " | ۵ | " | | پهسائي | " |

# آگم

## جا ڇپرايل شاعريءَ جا ڪتاب

رڳون ٿيون رباب — تنوير عباسي

خوشبوءَ جي سنگ سنگ — نصير مرزا

ڳولا — منور سلطانه

ديوان حافظ — سنڌيڪار: محمد يعقوب نياز

اوتون جوتون — استاد بخاري

ڇوليون — شرجيل

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪلائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن کري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)